# عظيم ماڻهو : عظيم شاعر

## (استاد بخاري)

# ڇهه ستا



اليڪٽرانڪ بڪ ۾

ترتيب ڏيندڙ


## جنيد فاروقي، جمشيد فاروقي

مراد واهڻ روڊ لاڙڪاڻو، سنڌ، پاڪستان.

**www.itsgrouplrk.com**

**xara_junaid@yahoo.com**

Ph.#. 074-4046864-4058075

# گذارش

اج ڪلھ ڪمپيوٽر تي نت نوان تجربا ۽ تحقيق ٿي رهي آهي، انهيءَ گهرجن کي پوري ڪرڻ لاءِ سنڌي ٻولي هاڻي سائنسي انداز ۾ ڪمپيوٽر جي ٻولي بنجي چڪي آهي. اسان سگهاري ادب ۽ ڪلچر جي دعويٰ ڪيون ٿا تہ پوءِ پيلا چو پوئتي رهجي وڃون. جڏهن تہ اها ذميواري اسان جهڙن ننڍڙن ماڻهن جي ناهي پر اها ذميواري انهن نالي ڪٿين ادارين جي آهي جيڪي ٻوليءَ ، ادب ۽ ثقافت جي نالي تي  قائم آهن پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ انهن ادارن جا سربراه، صرف ۽ صرف نوڪري ٿا ڪن. ادارن جو يا انهن جي سربراهن جو ڪم باقي وڃي اِهيو بچيو آهي تہ صرف  سرڪار جي هر آسائش حاصل ڪجي ۽ پنهنجي شخصيت جو رعب جهاڙائجي. سنڌي سماج علمي، ادبي ۽ ثقافتي ادرن جي بي توجهي جي ڪري تباهي جي ڪناري تي  وڃي رسيو آهي. هيل تائين اسان کي ۽ سنڌي ادب کي مليو ڇا هي ؟ اوهان ڪڏهن سوچيو آهي! پر اسانکي ملي بہ ڇا ٿو سگهي؟ هھڙي ڪامورا ڪلچر ۾، نوڪريون تہ ڪجن ٿيون پر ڪم ڪجھ بہ نٿو ٿئي اُهي ۽ ان سان لاڳاپيل ڪيترائي سوال آهن جن جو حل گهرجي ٿو؟

ٻوليءَ سان خدا ڪارڻ محبت ڪرڻ وارا ماڻهون تہ ويچارا اڪثر مري ويا آهن. انڪري ٻولي يتيم ٿي وئي آهي. ٻوليءَ جي تحقيق توڙي ڪمپيوٽر جي حوالي سان پيش رفت وچي پاڇي ٻچي آهي.

جديد دنيا جي مقابلن سان منهن ڏيڻ لاءِ اسان هي اداريو پنهجي مڙسيءَ سان قائم ڪيو آهي هن اداري جي پليٽ فارم تان اَسان آن لائين ڪيترا ئي پروگرام ترتيب ڏنا آهن: جهڙوڪ:شاھ جو رسالو، سچل جو رسالو، ايلسا قاضيءَ جو انگريزي ۾ ترجمو ڪيل شاھ جو رسالو، هڪ ٻئي ڪوشش اها ڪئي آهي تہ هيل تائين آيل سچل جي شاعري تي موجود ڪتابن مان ڪافيون گڏ ڪري هڪ الڳ e-book (سچل جون ڪافيون) ترتيب ڏنو آهي انڪان علاوه جديد شاعريءَ ۾ عنايت ميمڻ جو ڪتاب محبتون ۽ فاصلا ۽ استاد بخاري جي شاعري مان ڇهہ ستا ڪمپور ڪري e-book جي فارم ۾ ڊائون لوڊنگ جي لاءِ موجود آهن.

اميد تہ اوهانکي اسانجي هيءَ ڪوشش ضرور وڻندي. جي ڳالھ وٽي تہ روائتي سستيءَ جو مظاهرو نہ ڪندا پر بر وقت پنهنجي چڱي يا بري راءِ جو اظهار ڪندا تہ جئين اسان پنهنجن غلطين جو ازالو ڪري سگهون. ان سلسلي ۾ وڌيڪ گذارش اها ڪرڻي آهي، خاص ڪري

سنڌ کان ٻاهر رهندڙ دوستن کي، تہ هو مهرباني ڪري سنڌي ٻوليءَ جي فروغ ۽ ترقيءَ لاءِ پنهنجي زنده دليءَ جو مظاهرو ڪري سنڌي ٻولي کي عام فهم ٻڻائن تہ جئين ٻولي بچي سگهي. ڇو تہ نہ صرف سنڌي ٻولي جي بقاءِ لاءِ جوڙيل ادارا اپاهج ٿي ويا آهن پر سنڌي ٻولي جو مستقبل بہ داءِ تي لڳل آهي. هن وقت جديد دنيا جي چيلئنجز کي مذاق نہ سمجھڻ گھرجي ڇو تہ جيستائين اسان جديد دور جي تقاضائن موجب ٻوليءَ جي هن اليڪٽرانڪ سسٽم تحت واهر نٿا ڪيون تيستائين ٻوليءَ جو بچاءِ ممڪن ئي ناهي ان ڪري سنڌي ٻوليءَ جي وارثن کي پنهنجي ٻلبوتي تي ٻولي بچائڻ گھرجي ۽ هھڙي نموني سان ڪمپيوٽرجي دنيا ۾ آيل مواد کي پروموٽ ڪرڻ گھرجي تہ جئين اسان پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت پاڻ بچائي سگھون .

هن ڪتاب جي مواد کي استعمال ڪرڻ ، ڇاپڻ، ورهائڻ يا ڪنهن ريسرچ ورڪ وغيره ۾ استعمال ڪرڻ جي سيني کي اجازت عام آهي. رڳو ايترو عرض آهي تہ رفرنس ۾ آءِ ٽي اسڪالرس کي ياد ضرور ڪيو وڃي.

جيند احمد فاروقي

٣ ڊسمبر ٢٠٠٦

## عظيم ماڻھو ۽ عظيم شاعر

# استاد بخاري

ھُو ڊبل استاد ھو، ھڪ تہ ھو پروفيشنل استاد ھو، ٻيو تہ چڱ ھڻ جو نالو ئي استاد ھو. ھو صرف ٻن ٽن ھزار شاگردن جو نہ پر، سموري سنڌ جو استاد ھو. ھُن جي ذات ڏونگرن کي ڏاڪائي چڙھيندي ھئي ۽ اپوجھن لاءِ ڏيڍ ھئي. ھاڻي توھان بلڪل سمجھي ويا ھوندو تہ سن ١٩٣٠ع جي جنوري مھيني ۾ ١٦ تاريخ دادو ضلعي جي ڳوٺ غلام چانڊيو ۾ سيد حاجن شاہ جي گھر ۾ جنم وٺندڙ سيد احمد شاہ "استاد بخاريءَ" جي ڳالھ پئي ھلي.

جيئن تہ استاد پنھنجو ٻالڪپڻ درياءَ ويجھو، ڪانھن جي اڇن گلن ۽ سرنھن، ٻاجھر، جوئر، ڪڻڪ توڙي مٽرن جي کيتن ۾ ڊڪندي ڊوڙندي گذاريا، ان ڪري سندس طبيعت ۾ رنگيني ۽ ميٺاج جو سمائجي وڃڻ فطري عمل ھو. ھو ننڍپڻ کان ڏاڍو ذھين ھيو، تعليمي لحاظ کان پھرين درجي کان سنڌي فائينل تائين پھرين پوزيشن کٽندو رھيو. استاد، عالم ، فاضل ۽ اديب واريون ڊگريون حاصل ڪرڻ کان پوءِ ١٩٤٦ع ۾ پھرين نوڪري روينيو کاتي ۾ تپيدار طور ڪئي. پر ھر ڪو ڄاڻي ٿو تہ ھڻ نوڪري ۾ رھي، ڪير ڪيترو بہ چاھي، ڪنھن درد مند جي دوا نٿو ڪري سگھي. ان ڪري استاد جي

طبيعت کي بہ هي نوڪري بلڪل ڪونہ وڻي ۽ جلد ئي هو اداري کان ناتا ٽوڙي تعليم کاتي سان رشتو جوڙي ويٺو. استاد پرائمري استاد بڻجي مستقبل جي معمارن کي سکيا ڏيڻ شروع ڪئي. هونئن تہ استاد شاعري ١٩٤٦ع ۾ شاگردي واري زماني کان شروع ڪئي هئي، پر ١٩٥١ع ۾ جڏهن کيس ايليسمينٽري ڪاليج ميتاڻي ۾ ٽريننگ وٺڻ لاءِ موڪليو ويو، جتي کيس نامور شاعر عبدالله اثر جي صحبت نصيب ٿي تہ استاد جي اندر جي ذات ٽڙپي اٿي. سندس من ۾ متل مانڌاڻ نيٺ اڀري ٻاهر نڪري پئي، مشاعرن جون محفلون مچي ويون. پهريون استاد پنهنجو تخلص ”آسي“ ۽ ”دردي“ استعمال ڪيو، پر پوءِ جلد ئي پاڻ کي ”استاد “سڏائڻ تي رضامند ٿيو.

استاد جي شاعريءَ جي ڪچي ڪلي ڪڙي گل ٿي پئي، جنهنجي خوشبو سموري سنڌ ۾ واسجي وئي. استاد ڏرتي، دل وارن ۽ سونهن جو شاعر بڻجي ويو. سندس گيت نگر نگر گونجڻ لڳا. سچ تہ استاد جي شاعري ۾ سلاست، بلاغت ، جماليت ۽ هر اُها خوبي موجود آهي، جيڪا علم ادب جي دنيا ۾ هڪ شاعر کي اعلىٰ درجي ۽ مقام تي آڻي بيهارڻ لاءِ مقرر ڪئي وئي آهي. استاد جي شاعريءَ مان جماليت ائين اڀري نڪري ٿي جو محسوس ٿئي ٿو چڻ هاڻي هاڻي سونهن مشڪ عنبر سان وهنجي سهنجي ريشم جو پرت پريل رنگين

پڙو اوڙهي آئي آهي. استاد نہ صرف سونهن پرست هو، پر ڌرتيءَ کي پنهنجي سرتي بڻائي ويٺو هو. ياد ٿو اچي تہ استاد پنهنجي ڪتاب ”ڌرتيءَ ـــ سرتي“ جي ارپنا ڪجهه هن طرح ڪئي آهي:

پنهنجي دل جي نالي
منهنجي دل دادو آهي

دادو سنڌ جي دل آهي

۽

سنڌ وري ڪائنات جي دل آهي

هن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو تہ استاد رڳو سنڌ لاءِ نہ پر سموريءَ ڌرتيءَ جي گولي تي آباد ٿئين درجي جي ماڻهن لاءِ تڙپيو آهي هو سموري ڪائنات جو شاعر آهي، پر هن ڪڏهن بہ اها دعويٰ نہ ڪئي هئي (هاڻي بہ ڪجهه حال حيات شاعرن جيان) تہ هُو شيخ اياز کان وڏو شاعر ۽ لطيف ثاني آهي. استاد تہ ڪڏهن بہ پاڻ کي وڏو شاعر بہ محسوس نہ ڪيو، هو هر نئين لکندڙ سان بنا ڪنهن هٻڪ ڀيد ۽ فرق ڏيکارڻ جي ائين ئي سِڪ ۽ اڪير مان ملندو هو، ڄڻ پاڻ بہ انهي ٿهيءَ جو آهي. جڏهن تہ اسان جا گهڻا سينئر جونيئرن کي منهن پري ڪري آڱرن جو هٿ ڏيندا آهن. ان ڀيٽ ۾ استاد تہ هر هڪ کي ڀاڪر ۾ ڀري وٺندو هو. هو هڪ عظيم شاعر هو. ادبي ڪسوٽيءَ

موجب عوامي شاعر ئي سيني کان وڏو شاعر هوندو آهي، ڇو تہ عوام جنهن کي گهڻو مان مرتبو ڏئي اهو ئي وڏو آهي. وقت ثابت ڪيو آهي تہ استاد جي شاعري هر هنڌ، پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل ۾ ايتري ئي مقبول آهي، جيتري شاه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعري عوام ۾ مقبول آهي.استاد پروفيشنل حساب سان سورنهن سال گلن جهڙن ٻارڙن جي تربيت ڪرڻ کان پوءِ پهريون سيڪنڊري ۾ ١٩٦٣ع ۾ ليڪچرار ٿيو. هن دوران هن ڊگري ڪاليج لاڙڪاڻو ۽ ڊگري ڪاليج دادو ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. ليڪچرار کان پوءِ اسسٽنٽ پروفيسر بہ بڻيو، جنهن تان ٦٠ سالن جي ڄمار ۾ رٽائر ڪيائون. سندن علمي خدمتن عيوض سنڌ سرڪار ڊگري ڪاليج دادو جو نالو استاد بخاري ڊگري ڪاليج رکيو آهي .

استاد بخاري نہ صرف لائق استاد ۽ سٺو شاعر هيو، پر هُو هڪ سٺو موسيقار پڻ هو. هن پنهنجن ڪيترن ئي گيتن جون ڌنون ترتيب ڏنيون. استاد سموري حياتي شاعري جي جهول ۾ تازا توانا گيت پيتا ڏنا. شاعري سندن رت ۾ رڌم بڻجي ٻوڙندي رهي. استاد بخاري بلڊ ڪينسر جهڙي موذي مرض ۾ مبتلا ٿي چڪو هيو، سالن کان چنبڙيل ڪينسر جا جراثيم سندس حياتي پيئندا رهيا. پر پاڻ ڪڏهن بہ هنيانءُ نہ هاريائون. مرڪ سندن چپن تان ڪڏهن متجي نہ سگهي. موت

سان وڙهندي استاد لندن مان بلڊ ٽرانفريشن به ڪرائي، پر موت جو راڪاس سندن حياتي مٿان تڪ ٻڌي بيٺو رهيو ۽ نيٺ ۹ آڪٽوبر ۱۹۹٦ع ۾ اوچتو پڙڪو ڪائي استاد جي حياتيءَ کي جهپي اڏامي ويو. اها شام سمنڊ ماٿيٽو تي ويو، وڻ ٽڻ اداس نظر اچڻ لڳا، پکين جي نڙين ۾ سندن لاتيون اٽڪي بيهي رهيون، سنڌ سموري سوڳوار بڻجي وئي ۽ هينئر جڏهن ۱۳ سال گذري چڪا آهن تڏهن به استاد جي شاعريءَ ساڳي پاڀوهه ۽ شوق سان پڙهي ويندي آهي.

سچ ته ڌاتي امر آهي.

١

ها، هاڙهہ اَچي ويو آ،
درياھ چڙهي ويو آ،
جذبات بہ اُڀامن ٿا،
ٻوڙن ٿا ڪڪر اُڀَ تي،
ولرن جا ولر تو ڏي،
اُڏمان بہ اُڏامن ٿا.

٢

آئينو، تہ ناهيان جو،
اچرج ۾ اکيون کوليو،
تو ڏانهن ڏسان ويٺو.
هڪ حور جي پاسي ۾،
محشر جي دلاسي ۾،
وسڪان ۽ سڪان ويٺو.

٣

تون ريت تتي آهين،
ڇڻ باهه وتي آهين،
وسڪار سان مل ڏرتي!
جو چاهه جو چؤماسو،
تَنهِن تُنهنجو وتو پاسو،
اُتُّ پيار سان مل ڌرتي!

۴

بيچين طبع چنچل،
جيئن روڪ ايئن اٿجهل،
جذبات وتي آهين!
مان ڪاڇو، اڇج ڪڇ ۾،
پئي پوءِ نِچَجُ ڪڇ ۾،
برسات ندي آهين.

### ۵

سڪ جيئن تي زور پيري،
دل تيئن تي شور ڪري،
تہ ماڻهو ڪري ويٺس.
لالاڻ ڇڪِي تنهنجي،
سُرهاڻ سڏي تنهنجي،
توڙي جي پري ويٺس.

### ٦

نئين ڳاج سُڪي پئي آ،
منهنجي بہ لهي وئي آ،
تئي مينهن جو وسڪارو.
ڇپ ڇاپ منهنجا تتا تاسا،
ڳل تنهنجا صَفا پياسا،
ڪو نينهن جو وسڪارو.

٧

هيءَ هير نچي ٿي پئي،
هوءَ سير نچي ٿي پئي،
اڄ پاڻ بہ يار نچون!
اُتہ چاهَ جون چاندوڪيون،
اڄ راتہ سچي ڏوڪيون،
ٻي راتہ بچون نہ بچون!

٨

هي چيٽہ، ٿي چيٽہ لڳي،
۽ پيٽہ تو، ٻيٽہ لڳي،
۽ سنڌ آ سنڌ ندي.
هڪ جوءِ، ٻيو جيڏيءَ جي،
تعريف ڪريان ڪهڙي،
هڪ جند، ٻي روح رتي.

٩

رستي ۾ اچي منهن پيو،
سو باغ اڪيلو هو،
صوفن جو ۽ انبن جو.
”نيهن“ پير جو لوڙهو هو،
اڪ گهور گليلو هو،
مان گهر ميون جو،

١٠

ڪو ڪٽڪ جو داٽو هو،
يا ننيڙو هنداٽو هو،
يا انب پڪو هو.
حوا جي هٿن اُلري،
آدم جي چپن چنبڙي،
جنت ۾ چکيو هو جو!

١١

انگور چيگا گفتا،
محبوب مٺا تنهنجا،
مخمور ٿيان نہ ٿيان!
فردوس جي آڳر ۾،
هڪ حور جي پاڪر ۾،
مسرور ٿيان نہ ٿيان!

١٢

هڪ پُلَ جي حوالي سان،
انداز نرالي سان،
آدم جو قصو نڪتو.
محفل ۾ تہ مرڪي پيس،
پر دل ۾ لڳي ٿي پيس،
ڇڙ منهنجو قصو نڪتو.

۱۳

سسئي جان يا سهڻيءَ جان،
يا منهنجي جلئي جِي جان،
معلوم ٿيو تہ ماندي آن!
بيگناه جي برقعي ۾،
هِتے جان جي جوکي ۾،
ڪنهن عشق تہ آندي آن!

۱۴

لوڏيون مون اداسايون،
ٽاريون مون نراسايون،
اميد جو آئي آن!
موسم آ جهمر پاتي،
استاد خوشي ڳاتي،
تون عيد جو آئي آن!

١٥

تون چنڊ تہ مان چشمو،
تون بوءِ تہ مان جھونڪو،
آڻيان تو پيو توکي.
تون دور گھڻو پر مان،
ھر رات ڏسي سَپنا،
ماڻيان تو پيو توکي.

١٦

مان لوہ تہ تون پارس،
اڪسير نہ امرت رس،
مان ميھر تون سھڻي،
مان شام تون راڌا،
يوسف نہ زليخان، ھا،
مان مست ۽ تون موکي

١٧

اوڪاس اٿم ازلي،
اميد بگهي ابدي،
محلن ۾ نہ ٿو ماپان
تون ڪهڪشائون پر،
آڪاس بکيو مان ير،
ڊاپان تہ ڪيئن ڊاپان!

١٨

مرڪين تہ چڪيان ماکي،
سرڪيان ٿو نظر ساقي،
جي نيڻ ڪٽي ٿي پئي!
تعريف ڪريان ڪهڙي،
تمثيل ڪٿي اهڙِي،
تن جهڙي وٽين ٿي پئي!

١٩

مان واءُ تہ تون خوشبو،
مان ديس تہ تون دادو،
ياهر بہ هدان هين مان.
تون سِيرَ تہ مان دريا،
تون شمع تہ مان شعلا،
ٿورو بہ ڇڇان هين مان.

٢٠

اغيار ڦهارين سان،
آرن سان ۽ آرين سان،
منهن عشق کي ڏيٺو آ.
شيرين جا ساڙ آهن،
پر مار پهاڙ آهن،
فرهاد تي جيو آ.

٢١

تين رات تمنا جي،
ڪلهه رات تقاضا جي،
اڄ رات آ وعدن جي.
ڪِلُ ڪِيچ جي ڪنوٽڻ مان،
جذبات جي ڪڪرين مان،
برسات آ بوسن جي.

٢٢

ڪٺهار جي ٽم ٽم ۾،
وڻ واءَ جي ڇم ڇم ۾،
چپ چنگ وچن تا پيا.
تَنُ حسن جو جذباتي،
مَنُ عشق جو جذباتي،
انگ انگ وچن تا پيا.

٢٣

پر پائين ٿو بوسن سان،
هانءُ ٺارين ٿو چندن سان،
جو باھ جو ڪورو آ.
تون ڏُنگي تي ڏُنگي ٿو ڏين،
چڙ رُنگي تي رُنگي ٿو ڏين،
ڏي جيڪو سمورو آ.

٢۴

وسڪار جا اوهيرا،
ٽپتار ڏنديون ڏورا،
تر تانءُ ٺري پيو آ.
خوش ٿي ۽ ڪلئين دل تي،
ٿي مست ملئين دل تي،
اڄ هانءُ ٺري پيو آ.

٢٦

هن ڳل کي اهو پڙنرو،
چاهت مان اچي چنبڙيو،
هي ڪهائون ڦيرو آ؟
مونکي ته قسم تنهنجو،
محسوس ايئن ٿئي ٿو،
ڇڻ پهريون ڀيرو آ.

٢٧

هڪ تنهنجو مٿو پٽڪو،
ٻيو ٻانهن ڪنگڻ ڇمڪو،
ڪوئل نه ڪجاڻ ڪوڪو!
هڪ وار وڳا سُرها،
ٻيو ساه تڪا سُرها،
ڳلشن نه ڪپي خوشبو.

٢٨

ڪو بحث ڪيوسين پئي،
ههڪبئي ڏي ڏٺو سين پئي،
هيءُ ربط ٺٺي ويو ڇو؟
مُنهن لال رنگو ٿي ويو،
آواز گگهو ٿي ويو،
موضوع ڪٽي ويو ڇو؟

٢٩

ههڪبئي ڏي ڏسون ٿا پيا،
ڪيڏو نہ ٻچون ٿا پيا،
مخصوص حراس آهي،
طوفان اٿڻ ڪان اڳ،
برسات وسڻ ڪان اڳ،
هيءُ ڏيک بہ خاص آهي.

٣٠

ست سمبد ملي وسعت،
سج چنڊ ڪتي دولت،
سنسار جي دل نہ پري.
مون پيار ڪيو اڻ ڪٿ،
ڇَپ ڇَپ تي هَٿن ۾ هَٿَ،
پر پيار جي دل نہ پري.

٣١

جُڳ جُڳ نہ تتن پاڪيون،
جڳ جڳ نہ ڪتن چميون،
۽ موت نہ مور هجي!
هن ديس جا گهير گهتيون،
فردوس ضرور ڪريون،
هت حور قصور هجي!

٣٢

ملبوس جيئِ چَرِ سان،
تندور تي پهتس مان،
پاڻيءَ جو گهڙو تي پوءِ!
هيءُ جند جلي پئي تي،
چڙ سند جلي پئي تي،
اتي تون به ڪڙو تي پئه!

٣٣

دلجاءِ جو ڦوهارو،
ڪو پيار جو وسڪارو،
دل درد جو ڪو روآ.
استاد جي اولي ۾،
هن آڳي جلي گولي ۾،
هي ملڪ سمورو آ.

٣٤

زندگيءَ جو وڏو گل آ،
لاليءَ جو ننڍو گل آ،
پر آڳے گهٽي ڪنهن ۾؟
ها باغ ٻہ جاڳي ٿو،
۽ داغ ٻہ جاڳي ٿو،
پر جاڳے گهٽي ڪنهن ۾؟

٣٦

درياهہ تہ ننڍڙو آ،
پر سمنڊ ٻہ تانگهو آ،
او يار ڪپر ڌاري؟
استاد سان تون ملندين،
آجهار اندر ڏسندين،
چر هوندي نظر ڌاري،

٣٧

خوشبوءِ پيني پيني،
انگ انگ ۾ رنگيني،
اڄ تون تہ اُتو تَرُ آن!
سيني تي پتيون سهٽيون،
چولي تي وليون سهٽيون،
نظرن ۾ نبيسر آن!

٣٨

هڪ چند متان چمڪي،
پيو سمنڊ اڳيان چيچڪي،
ڪيئن جوش ونگي جهلجي!
ها ساز چڙي پَوي تو،
من مست ٽِڙي پوي تو،
وجهي تہ ڪِيڏي وجهي،

٣٩

جيئن سنڌ کي سيد گهري،
۽ منڌ کي مرد گهري،
ايئن توکي گران ٿو مان.
جيئن قوم لئہ بخش رَڙي،
۽ عام لئہ چام لَڙي،
تيئن تو لئہ لڙان ٿو مان.

٤٠

مزدور، ڪسانن جي،
جهونجهار جوانن جي،
دل ديس جي دولت آ.
استاد بخاريءَ جي،
۽ ان جي پياريءَ جي،
دل ديس جي دولت آ.

## ۴۱

پورهيت جي پسيني ۾،
سرويچ جي سيني ۾،
تي ديس جي دل ڌڙڪي.
انگاس ارادن ۾،
شعرن جي ڦرين ۾،
اعلان اجهل ڦڙڪي.

## ۴۲

ڪلهه ڦهر جي ڪوتن ۾،
اڄ ٻوه جي ڦندن ۾،
انسان جو آئيندو!
ڌهڪار جو ديرو آ،
پر مار جو پهرو آ،
انصاف ڪتان ايندو؟

۴۳

اڄ رات جي پردي ۾،
حالات جي هڳدي ۾،
سوراج اپاريون پيا.
قيدن ۾ ڪمندن ۾،
بندوق جي ٺڪن ۾،
آواز اٿاريون پيا.

۴۴

او ذاتِ ٻڌي تي پئي!
چو مفت ٻڌين تي پئي؟
آجهار مان نڪري آ!
تي قرب جي اقراري،
ڪنهن ريت مگر پياري،
انڪار مان نڪري آ!

٤٦

اُڌمن ۾ اَچين ڪتي ٿي،
پُڄِرين ۾ پَچِين ڪتي ٿي،
بي باڪ شباب آهين!
ٽئگور جي جذبن جو،
۽ مير جي غزلن جو،
گمڀير ڪتاب آهين.

٤٧

اڄ رات تہ اُڌمين آهين،
جذبات جي جهومين آهين،
بي تاب رباب آهين.
خوشحال ۽ نذرل جو،
هڪ جهد مسلسل جو،
بي باڪ ڪتاب آهين.

۴۸

کِيلي ٻہ ڪيھر بي،
ويري ٻہ وار بي،
پندار پٽائيءَ جو.
اي دل! تون اياز آھين،
تنوير، نياز آھين،
گيتہ آھين گدائيءَ جو.

۴۹

ڳالهاءِ، ڪُلَنِ ڳنڍيون،
اڪ لاءِ، ڦِٽن ننڍون،
سڪ لاءِ، سبب گھرجي.
تاريخ نہ چَئي ٻُزدِلُ،
محڪوم نہ ٿئي محفل،
بيباڪ ادب گھرجي.

۵۰

منهنجي خمار خاني ۾،
شعرن جي ڪارخاني ۾،
تنهنجي شباب جون ڳالهيون.
روڪيان ته ڪيترو روڪيان،
دنيان ۾ راتڙ دن وانگيان،
ڏوهه ۽ ثواب جون ڳالهيون،

۵۱

بٺجي ٿهي جڙي آئين،
موقعو ڏسي مڙي آئين،
تنهنجو قصور هو يا نه؟
بي اختيار جهومي پيس،
توکي ضرور ڇهتي ويس،
منهنجو قصور هو يا نه؟

٥٢

ڌرتيءَ ۾ دفن جيئن ڌَنُ آ،
سپنن ۾ منهنجو جوڀن آ،
توڙي جو پهتي پيري آ،
ڪي چهڪ، چوچڙيون، پيڙون،
ڪي ٺهڪ، ڳالهڙيون مٺڙيون،
هڪ هڪ جي ياد گيري آ.

٥٣

جوڀن جي پيڙ ۾ جوڀن،
جهوميو نچيو نون جذبن،
سو ڏينهن ٿو ڪٿي وسري!
مون تي ڪڪر جُهڪي پيا ها،
بوسا صفا وسي پيا ها،
سو مينهن ٿو ڪٿي وسري!